

# چوڏهين صديءَ جا
# برک عالم

(ماهوار شريعت سکر پاران شايع ٿيل سوانح حيات نمبر ۾
شامل چوڏهين صدي هجريءَ جي اترادي عالمن جون
حياتيون، بزرگي ۽ سندن تعليمي خدمتون)

سهيڙيندڙ
**مولانا مفتي عبدالوهاب چاچڙ**




طالب المولىٰ اڪيڊمي، هالا
1442هه / 2021ع

# چوڏهين صديءَ جا برک عالم

(ماهوار شريعت سکر پاران شايع ٿيل سوانح حيات نمبر ۾ شامل چوڏهين صدي هجريءَ
جي اترادي عالمن جون حياتيون، بزرگيءِ سندن تعليمي خدمتون)


سهيڙيندڙ

مولانا مفتي عبدالوهاب چاچڙ

(رئيس جامعہ شرعيہ روهڙي، ايڊيٽر ماهوار شريعت روهڙي)

پروف ريڊنگ

عبدالوهاب جروار






طالب الموليٰ اڪيڊمي، هالا

۱۴۴۲ھ / 2021ع

# فهرست



## ضلع سکر

## ضلع شڪارپور

## ضلع جيڪب آباد

## ضلع لاڙڪاڻو

## ضلع دادو

## ضلع خيرپور

# اداري پاران

سنڌ سونهاريءَ جي مٽي ايڏي تہ زرخيز آهي جو قحط الرجالي جي دور ۾ بہ هن مردمر خيز ڌرتيءَ علمر و ادب جي آسمان جا لازوال ۽ هر وقت چمڪندڙ چنڊ ۽ تارا پيدا ڪيا آهن. سنڌ جي هن مقدس خاڪ مان جنمر وٺندڙ علمر جو نور پريو مهراڻ تا قيامت جاري ۽ ساري رهندو.

حافظ شيرازي رحہ جو هي مشهور شعر سنڌ واسين علمر و عرفان جي تشريح ۾ هڪ مثال طور پيش ڪري سگهجي ٿو:

"ثبت است بر جريده عالمر دوام ما"

اُتر سنڌ جي علماءَ ڪرام جو هي مستند تذڪرو مولانا عبدالوهاب چاچڙ صاحب جي بهترين تصنيف آهي، جنهن ۾ سکر، شڪارپور، جيڪب آباد، لاڙڪاڻو، دادو ۽ خيرپور جي ديني عالمن جو احوال شامل ڪري مولانا صاحب اهو ثابت ڪيو آهي تہ سنڌ جا ضلعا ديني علمر جا قلعا آهن.

مذڪوره ڪتاب جو هي ڇاپو طالب المولىٰ اڪيڊمي طرفان "چوڏهين صديءَ جا برک عالمر" جي عنوان سان ڇپايو پيو وڃي.

اداري (طالب المولىٰ اڪيڊميءَ) جو ارادو آهي تہ هن ڪتاب وانگر پنهنجي محترمر دوست ۽ ساٿي نور احمد ميمڻ صاحب جي صلاح ۽ مشوري سان سنڌ جي برک اديب ڊاڪٽر مظهر الدّين سومري جو ڪتاب "تحريڪ آزاديءَ ۾ سنڌ جي عالمن جو حصّو" پڻ ڇپائي پڌرو ڪجي. (انشاءَ اللهؔ)

27 ذيقعد 1442هہ
8 جولائي 2021ع
ڪراچي، سنڌ

**مخدوم جميل الزّمان**
چيئرمين طالب المولىٰ اڪيڊمي
ميمبر قومي اسيمبلي پاڪستان

# پنهنجي پچار

اج نـــہ اوطـــاقن ۾، جوڳيـــان ســـندي ذات
ڏيهـــان ڏورڻ ڏک ســـين، روئـــڻ ســـڄي رات
تـــن جنـين جـي تـات، سـي لاهـوتي لـڏي ويـا

(حضرت شاهہ)

سنڌ ملڪ سدائين علم و فضل ۽ جهاد و تبليغ جو مرڪز رهيو آهي، پهرين ۽ ٻي صدي جي سنڌي محدثن ۽ امامن کان وٺي گذريل صدي تائين علمي تسلسل ۽ روحاني ربط هلندو آيو آهي. دين جي جيتري خدمت سنڌ مان ٿي آهي، ايتري شايد ئي ڪنهن ٻئي عجمي ملڪ کي نصيب ٿي هجي. پر مؤرخن دين جي انهن پرجهلن سان انصاف نہ ڪيو ۽ انهن جو حق ثنا ادا نہ ڪيو بقول حضرت مرشدنا هاليجوي قدس سره ”حضرت شاهہ ولي الله جي دور ۾ سنڌ اندر ڪيئي شاهہ صاحب جي هم پلئہ علماءَ موجود هئا.“ پر انهن جو ذڪر ڪٿي آهي؟ خير! اهو دور اسان کان اڳي جو آهي.

چوڏهين صدي هجري اسان جي آڏو هلندي پوري ٿي، ان جي اندر سنڌ جي گهڻن عالمن جون ديني ۽ علمي ڪاوشون اکين اڳيان ٿي گذريون. اسان بہ ٻين مؤرخن جيان قاصر ليکباسين جيڪڏهن انهن جو ذڪر خير نہ ڪيوسين. انهيءَ احساس اسان کي مجبور ڪيو تہ مشڪل حالتن هوندي ماهنامہ شريعت جو هڪ ضخيم خاص نمبر شايع ڪجي، جنهن ۾ صدي جي علماءِ سنڌ جون مفصل حياتيون ڏنيون وڃن، جيئن وس آهر ڪجهہ نہ ڪجهہ حق ادائي ٿئي. اسان جو ارادو هو تہ سڄي سنڌ جي علماءِ ڪرام جو بيان هڪ ئي شماري ۾ آڻيون پر ڪم شروع ڪرڻ سان احساس ٿيو تہ جميع علماءِ سنڌ جا احوال ۽ ڪمال هڪ شماري ۾ نہ ماپي سگهندا... جاڪوڙ مان هيءُ بہ پتو پيو تہ سنڌ جا سوين اهڙا علماءَ ٿي گذريا آهن، جن مان هر هڪ لاءِ جدا ضخيم نمبر شايع ڪرڻ جي ضرورت آهي، ان کان علاوه

احوال جي جمع ڪرڻ ۽ تحقيق ۾ پيش آيل دشوارين بہ ان تي مجبور ڪيو تہ علماءِ سنڌ کي ٻن حصن ۾ ورهائي هر هڪ لاءِ الڳ نمبر تيار ڪيو وڃي، ان ڪري هن نمبر ۾ ڇهن ضلعن جي عالمن سڳورن کي آندو ويو آهي.

اسان کي قوم جي بي حسي معلوم هئي پر ايتري نہ جيڪا اکين ڏٺي سون، تذڪره جي جواز سمجهائڻ ۽ احوال جي حاصل ڪرڻ ۾ اسان کي در در جون نوڪرون ڪاٽڻيون پيون، ڇهن ضلعن جي شهرن ۽ ڪيترن دور دراز ڳوٺن تائين پيادل پهچي علماءَ جي متعلقن کي منتون ڪري احوال ورتو اٿئون، اهڙين افسوسناڪ حالتن ۾ سنڌ خالي نہ آهي. ڪيترا شعور وارا ۽ ڪم ڪندڙن جا همدرد ماڻهو موجود آهن، ضلع لاڙڪاڻہ جي حضرت مولانا قاضي محمد ابراهيم ڪارڙائي ۽ دادو ضلع جي پياري دوست مولانا تاج محمد کوهاري ۽ مولانا نثار احمد بهاولپوري جا مون تي تمام وڏا حسان آهن، انهن جي تعاون ۽ همدردي منهنجي ڪم ۽ همت ۾ تقويت ڏني. فجزاهم الله خيرا.

گهڻي جدوجهد کان پوءِ بہ ڪي برک عالم رهجي ويا آهن، دادو ضلع جي استاد العلماء حضرت مولانا محمد حسن کوسہ جوهي واري جو احوال نہ ملي سگهيو ان لاءِ جوهي ۾ سڄو ڏينهن صرف ڪيم پر نتيجو ڪجهہ بہ نہ نڪتو. مولانا نظر محمد ساوند (ڪنڌڪوٽ) ۽ مولانا عبدالله شاهہ فتاحي (خيرپور) جو احوال بہ نہ ملي سگهيو. ان ۾ سندن وارثن ۽ تعلقدارن جو قصور آهي، تعلقدارن جي عدم تعاون ڪري، ڪن جيد عالمن ۽ چوٽيءَ جي بزرگن جو احوال رسالي جي پڇاڙي ۾ ڏنو ويو آهي جن جي متعلقين کي جيتري ملامت ڪجي ٿوري آهي.

جمع ۽ تحقيق احوال ۾ مسلڪ جي تعصب کي وچ ۾ نہ آندو ويو آهي، مخالف خيالن وارن معروف عالمن جو احوال بہ فراخ دليءَ سان ڏنو ويو آهي جيئن تاريخ حقيقت سان مزين رهي.

علماءَ جي احوال کي سَنَد سان آندو ويو آهي. ڪوشش ڪري سندن ڪنهن معتبر ۽ قريبي وارث يا خاص تعلقدار شاگرد کان احوال ورتو اٿم، ڪتابن تان بہ احوال نقل ڪيا اٿم. مضمون جي آخر ۾ لکندڙ يا ڪتاب جو نالو حوالي طور آندو ويو آهي. هڪ شخص بابت جدا جدا ماڻهن جا ڏنل احوال بہ جدا جدا سوالن سان آندا ويا آهن، جيڪي حالات مون کي ذاتي طور تي معلوم آهن، اهي مون پنهنجي نالي سان نقل ڪيا آهن.

اسان فهرست کي آسان طريقي سان ٺاهيو آهي، هر ضلعي جي علماءَ کي ذڪر يا مرتبي جي لحاظ سان نہ پر ابجد جي حساب سان مرتب ڪيو ويو آهي، جيئن ڪنهن بہ مخصوص عالم جي احوال لهڻ ۾ ڏکيائي نہ ٿئي.

سوانح حيات نمبر اسان جي اندازي کان گهڻو تاخير سان شايع ٿيو. مواد جو جمع ڪرڻ ۽ ڇپائي جون مشڪلاتون تاخير جون باعث ٿيون، جنهن ڪري پڙهندڙن کي ڊگهي انتظار ۽ شديد اشتياق جي تڪليف سهڻي پئي، انشاءَ الله تعاليٰ هن عظيم الشان نمبر جي مطالعي سان ان تڪليف جا نشان مٽجي ويندا.

سنڌ جي هيٺين ضلعن جي علماءَ جا احوال جلدي موڪليا وڃن، جيئن سوانح حيات جي ٻي حصي جي تياري شروع ڪئي وڃي. ان لاءِ سيني عالمن ۽ تاريخدانن کي سخت تاڪيد ڪجي ٿي. اميد تہ سڄڻ ان سڏ ورنائڻ ۾ پس و پيش نہ ڪندا. نوابشاهہ، سانگهڙ، حيدرآباد، بدين، ٿرپارڪر، ٺٽو ۽ ڪراچي ضلعن جي عالمن جو احوال ان شاءَ الله ٻئي حصي ۾ آندو ويندو.

عبدالوهاب چاچڙ

# ڪجهه ڪتاب جي باري ۾

مطالعي هيٺ آيل ڪتاب ”چوڏهين صديءَ جا برک عالم“ سنڌ جي تمام وڏي ليکڪ، عالم ۽ مفسرِ قرآن، حڪيم الاسلام مولانا مفتي عبدالوهاب چاچڙ جو لکيل آهي. مفتي صاحب جن هونئن ته سنڌ جي هڪ نامياري عالم جي شهرت رکن ٿا پر سندن به وڏا ڪم سنڌ جي علمي تاريخ ۾ هميشه يادگار رهندا. انهن مان هڪ سال 1971ع کان سکر مان ماهوار ديني رسالو ”شريعت“ جاري ڪرڻ جيڪو 51 سالن کان لڳاتار شايع ٿيندو اچي ٿو. ان رسالي جي ذريعي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ديني چاهڪ ۽ علمن جي عاشقن کي چاهڪ ۽ علوم جو ڀنڊار حاصل ٿيندو رهيو آهي. سندن ٻيو وڏو ڪم سنڌي ٻوليءَ ۾ قرآن شريف جو تفسير سهل البيان لکڻ آهي. جنهن کي سنڌ جو ساڪائتو ادارو سنڌيڪا اڪيڊمي پوين ڏهن سالن کان لڳاتار شايع ڪندو اچي ٿو.

مفتي عبدالوهاب صاحب جن 30 سالن کان روهڙيءَ ۾ هڪ وڏو ديني ادارو دارالعلوم الشرعيه به قائم ڪيو آهي، جتي درس نظاميءَ جي تعليم دوره حديث تائين پڙهائي هر سال ڪيترائي عالم فارغ التحصيل ڪيا وڃن ٿا. ان اداري جا شيخ الحديث به پاڻ مفتي صاحب جن آهن. اهڙي طرح شرعي مسئلن جي لاءِ مفتي صاحب جن ۽ سندن اداري کي سڄي سنڌ ۾ هڪ وڏي سَنَد ۽ مڃتا حاصل آهي. ماڻهن جي معاشرتي مسئلن تي روزانو ڪيترين فتوائون جاري ڪري انهن کي شرعي رهنمائي فراهم ڪئي وڃي ٿي. اجا به مفتي صاحب جن کي هي وڏو اعزاز حاصل آهي ته سنڌ جي وڏن سياسي ۽ قومي مسئلن بابت شرعي فتويٰ ۽ نقطئه نظر سنڌ جي عوام کي پيش ڪندا رهيا آهن. پاڪستان ۾ پهريون ڀيرو عورت جي وزيراعظم ٿيڻ بابت فتنو پيدا ٿيو ته حضرت مفتي عبدالوهاب چاچڙ صاحب جن ان مسئلي تي هڪ ڪتاب لکي عورت جي وزيراعظم ٿيڻ جي حق ۾ شرعي

تحقيق ۽ فتويٰ جاري ڪئي. اهڙي طرح ڪالا باغ ڊيم، سنڌ ۾ ڏارين جي آبادڪاري، ڪوٽا سسٽم، قومي حقن ۽ سنڌ جي وسيلن جي مالڪيءَ بابت مولانا مفتي عبدالوهاب چاچڙ جا ماهوار شريعت ۾ لکيل اداريا ۽ فتوائون کين سنڌ جي هڪ محترم ۽ اعليٰ علمي ۽ ديني شخصيت جو مقام عطا ڪيو آهي.

ڪتاب "چوڏهين صديءَ جا برک عالم" مولانا مفتي عبدالوهاب جي انهن مضمونن تي مشتمل آهي جيڪي پاڻ ماهوار شريعت ۾ مختلف وقتن تي لکي شايع ڪيا. انهن مضمونن تي مشتمل ماهوار شريعت جو سوانح نمبر سال 1981ع ۾ شايع ٿيو هو.

ان سوانح نمبر کي هينئر ڪتاب جي صورت ۾ سنڌ ۾ علم ۽ عرفان جو فيض عام ڪندڙ درگاهه حضرت نوح سرور جي موجوده جانشين عزت مآب مخدوم جميل الزمان صاحب جن ڇپائي انهن عالمن جي تذڪري کي عام ڪري رهيا آهن جيڪي پنهنجي دور جون مشعلون هئا جن سان سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ روشن ۽ جرڪندڙ هئي. سائين مخدوم جميل الزمان صديقي صاحب جن کي هي علم دوستي ۽ علم پروري ورثي ۾ مليل آهي. سنڌن درگاهه جي مؤسس حضرت نوح سرور رحمة الله پاران قرآن شريف جي فارسي ترجمي کي سنڌي ٻوليءَ ۾ ڇپائي ان کي عام ڪرڻ کان وٺي پنهنجي تحقيق ۽ ترتيب سان اڻ ڳڻيا ڪتاب مخدوم طالب المولیٰ اڪيڊميءَ پاران ڇپائي پڌرو ڪري چڪا آهن ۽ هي ڪتاب به ساڳي اڪيڊمي پاران شايع ٿي رهيو آهي.

هن ڪتاب ۾ چوڏهين صدي هجريءَ جي انهن عالمن جو تذڪرو شامل آهي جيڪي اتر سنڌ ۾ علم ۽ عرفان جا روشن ستارا هئا. حضرت مفتي صاحب جو پنهنجو تعلق اتر سنڌ سان آهي، ان ڪري اتان جي عالمن بابت ڄاڻ ۽ مواد هٿ ڪرڻ لاءِ پيشرفت ڪئي هوندائون. سنڌي ماڻهو پنهنجي وڏڙن، عالمن، بزرگن ۽ سڏارڪن بابت مواد هٿيڪو ڪونه رکن. ان ڪري اهڙو مواد جيڪڏهن ڪو ڪٺو ڪرڻ گهري ته ان کي وڏي ڪوشش ڪرڻي پوي ٿي. اهڙو اظهار ڪتاب جي مرتب مفتي صاحب جن پنهنجي پچار ۾ هنن لفظن سان ڪيو آهي:

”اسان جو ارادو هو تہ سچي سنڌ جي علماءِ ڪرام جو بيان هڪ ئي شماري ۾ آڻيون پر ڪم شروع ڪرڻ سان احساس ٿيو تہ جميع علماءِ سنڌ جا احوال ۽ ڪمال هڪ شماري ۾ نہ ماپي سگهندا... جاڪوڙ مان هيءُ بہ پتو پيو تہ سنڌ جا سوين اهڙا علماءَ ٿي گذريا آهن، جن مان هر هڪ لاءِ جدا ضخيم نمبر شايع ڪرڻ جي ضرورت آهي، ان ڪان علاوه احوال جي جمع ڪرڻ ۽ تحقيق ۾ پيش آيل دشوارين بہ ان تي مجبور ڪيو تہ علماءِ سنڌ کي ٻن حصن ۾ ورهائي هر هڪ لاءِ الڳ نمبر تيار ڪيو وڃي، ان ڪري هن نمبر ۾ ڇهن ضلعن جي عالمن سڳورن کي آندو ويو آهي.

اسان کي قوم جي بي حسي معلوم هئي پر ايتري نہ جيڪا اکين ڏٺي سون، تذڪره جي جواز سمجهائڻ ۽ احوال جي حاصل ڪرڻ ۾ اسان کي در در جون ٺوڪرون کائڻيون پيون، ڇهن ضلعن جي شهرن ۽ ڪيترن دور دراز ڳوٺن تائين پيادل پهچي علماءَ جي متعلقن کي منٿون ڪري احوال ورتو اٿئون، اهڙين افسوسناڪ حالتن ۾ سنڌ خالي نہ آهي. ڪيترا شعور وارا ۽ ڪم ڪندڙن جا همدرد ماڻهو موجود آهن.“ (ص: 15 ۽ 16)

حضرت مفتي صاحب جن هن سهيڙ جي لاءِ واضح لکيو آهي تہ:

”جمع ۽ تحقيق جي احوال ۾ مسلڪ جي تعصب کي وچ ۾ نہ آندو ويو آهي. مخالف خيال وارن معروف عالمن جو احوال بہ فراخ دليءَ سان ڏنو ويو آهي تہ جيئن تاريخ حقيقت سان مزين رهي.“ (ص: 16)

ذڪرڻ سنڌ جي عالمن بابت سوانحي خاڪا بہ ماهوار شريعت ۾ شايع ٿيندا رهيا آهن ۽ اسان اميد ٿا ڪريون تہ انهن عالمن بابت سوانح نمبر بہ جيڪڏهن مفتي صاحب سهيڙي وٺن تہ سنڌ جي عالمن بابت جاڻ ۽ معلومات جو ينڊار موجوده ۽ ايندڙ نسلن کي رهنمائي ملي ويندو.

هن ڪتاب جي سڀ کان وڏي خوبي هي آهي تہ عالمن ۽ بزرگن جي باري ۾ معلومات ڪوزي ۾ درگاهہ بند ڪري ڏني وئي آهي. هر پيراگراف ۽ هر صفحو معلومات سان مزين آهي ڪٿي بہ اجائي ڊيگهہ ڪونهي. ڪنهن

بہ شخصيت جي تذڪري ۾ ان جي همعصر شخصيتن ۾ وابستہ عالمن جا تذڪرو بہ ڏيندو ويو آهي ائين فهرست ۾ پوڻا ٽي سئو عالم ڄاڻايل آهن پر همعصر ۾ وابستہ عالمن جو تذڪرو هزارين عالمن تي محيط آهي. انهيءَ لحاظ کان هي ڪتاب مولانا دين محمد وفائي جي ڪتاب ”تذڪره مشاهيرِ سنڌ“ جو تسلسل بڻجي ويو آهي.

عالمن جي تذڪري ۾ انهن جي خاندان سان لاڳاپيل ٻين علمي شخصيتن جي پچار ۾ تذڪرو بہ ڪيو ويو آهي. جيئن صفحي 37 تي قاضي محمد عثمان چاچڙ جي تذڪري ۾ ان جي عالمات نياڻين جو تذڪرو ڪيو آهي. انهن عالمات پنهنجي دور ۾ دين جي دعوت لاءِ ڪيتريون ئي ڪوششون ورتيون. انهن ڪوششن جو بيان بہ حيرت ۾ وجهندڙ آهي. بيبي غلام فاطمہ چاچڙ جي تذڪري ۾ بيان ڏيل آهي تہ:

> مسجد جي تعمير لاءِ شهر کان هڪ ميل پري سرن جو ڪورو پچايو ويو ۽ باوضو قطار وارن دست بدست ۽ بسم الله پڙهندي اهي سرون مسجد تائين پهچايون ۽ رازن بہ انهيءَ طريقي سان اوساري ڪئي.
>
> ڳوٺ جي عورتن تي لازم هو تہ هو نماز انهيءَ مسجد ۾ ادا ڪن ۽ رمضان شريف ۾ قرآن ڪريم جو ختم تراويح ۾ ٻڌن. تان تہ ناپاڪي جي حالتن ۾ بہ مٿن لازم هو تہ مسجد جي ٻاهران ويهي قرآن ڪريم ٻڌن. خلاف ورزي ۽ سستي ڪندڙن لاءِ مناسب سزا مقرر هئي.
>
> رمضان شريف جي پوئين ڏهاڪي ۾ ڏهاڪو کن عورتون هميشہ اعتڪاف ۾ ويهنديون هيون.
>
> قاضي صاحب کي بادشاهہ خاتون جو اهو بيعت ۽ ارشاد وارو سلسلو ناپسند هو جڏهن پاڻ مرد هوندي بہ انهيءَ کان پاسا ڪندو هو تہ پوءِ پنهنجي نياڻي جي انهيءَ طريقي کي ڪيئن برداشت ڪندو. پر بيبي سانئڻ بہ پنهنجي وس ۾ نہ هئي. (ص: 39)

اهڙي عالمن جي شاگردن جو تذڪرو بہ جا بجا ملي ٿو. همعصر عالمن جي نشاندهي بہ گهڻين مضمونن ۾ پڙهڻ لاءِ ملي ٿي. مجموعي طور تي هن

ڪتاب کي مرتب ڪرڻ هڪ تمام وڏي عالماڻي ڪوشش آهي. جيڪا حڪيم الاسلام حضرت مفتي عبدالوهاب چاچڙ صاحب جن جي حصي ۾ آئي آهي. سنڌ جي عالمن تي ايندڙ دور ۾ جيڪو بہ وڏو تحقيقي ڪم ٿيندو تہ هي ڪتاب ان تحقيق لاءِ اهم ماخذ بڻبو.

قبلہ سائين مخدوم جميل الزمان صاحب جن هن ڪتاب جي ڇپائي ذريعي ان کي جيارڻ جو ڪم هٿ ۾ ڪنيو ان لاءِ سائين جن ڪيرون لهڻيون. هڪڙي پيشرفت، سنڌن علمي ذوق ۽ عالمن سان محبت جو موجون هڻندڙ ثبوت آهي. مون کي اميد آهي تہ هي ڪتاب سنڌ جي موجوده ۽ ايندڙ نسلن جي لاءِ علم و فضل جي دنيا مان واقفيت ۽ انسپائريشن جي لاءِ پنڊار ثابت ٿيندو ۽ ڪيترن ماڻهن لاءِ اتساهيت ۽ رهنمائي جو ڪارڻ بڻبو.

**نور احمد ميمڻ**
باني چيئرمين
سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي

سليم ڳاڙهوي

# وارا وڄائي ويا

سجڻ سنڌڙيءَ جا سڏائي ويا — زماني ۾ وارا وڄائي ويا!
نرالا نظارا پسائي ويا — صدي چوڏهينءَ کي سجائي ويا!
ڪڪر علم وارا وسائي ويا — پنا فرض وارا پڙهائي ويا!
زمين تي ستارا وڇائي ويا — زماني مان ظلمت مٽائي ويا!
غلاميءَ جا قصا ڪُٽائي ويا — رهائيءَ جا ليکا لکائي ويا!
مشقت جا ميدان ملهائي ويا — رياضت جي رنگت رچائي ويا!
مروت جا موتي ورهائي ويا — محبت جا ميلا مچائي ويا!
ديانت جا بادل وسائي ويا — صداقت جا سبزا ڇمائي ويا!
شريعت جي شوڪت پسائي ويا — طريقت جي طاقت وڌائي ويا!
سبق معرفت جا سُڻائي ويا — حقيقت جون شمعون جلائي ويا!
فراست جا رستا بنائي ويا — جلالت جا جلوا پسائي ويا!
شجاعت جا نعرا لڳائي ويا — شهادت جا رتبا پرائي ويا!
هدايت جون ٻوليون ٻڌائي ويا — حلاوت جي دولت لٽائي ويا!
لياقت جا چشما وهائي ويا — ذهانت جا ڏوڪا وڄائي ويا!
عدالت ۾ حق سچ سڻائي ويا — سعادت جا نغما سُڻائي ويا!
وڪالت جا واهڙ وهائي ويا — سخاوت جا بربط وڄائي ويا!
سيادت جا ڪوتل ڪُڏائي ويا — سياست کي سچ تي هلائي ويا!
فراست جي عزت وڌائي ويا — فضيلت جا دريا وهائي ويا!
بلاغت جا گلشن ڦُٽائي ويا — فصاحت جون هيران گهلائي ويا!
شرافت جون ڇوليون لڳائي ويا — شرارت جون پاڙان پٽائي ويا!
روايت جي حڪمت رهائي ويا — نيابت جي نوبت وڄائي ويا!
ذلالت جا نقشا مٽائي ويا — دجالت جي شدت گهٽائي ويا!
عداوت جا پاندا پيچائي ويا — خجالت جا لاشا لٽائي ويا!
رسالت جي رفعت مڃائي ويا — جماعت جي عظمت وڌائي ويا!

ويا مرد هو باعمل، بامراد
صدي چوڏهين زنده، پائنده باد!

# حضرت حافظ محمد صديق رحہ

اسان جي سونهاريءَ سنڌ ۾ ماضيءَ قريب ۾ جيڪي ڪامل ولي ۽ اهل الله ٿي گذريا آهن. انهن ۾ حضرت حافظ محمد صديق ڀرچونڊيؒ جو اسم مبارڪ خاص طرح ذڪر لائق آهي. حافظ صاحب جن شريعت جي پيرويءَ ۽ اتباع سنت جا سخت پابند هئا. اهوئي سبب آهي جو کين پنهنجي وقت جو غوث جنيد سڏيو ويندو آهي. حافظ صاحب جي ديني عظمت جو اندازو هن ڳالهہ مان بہ لڳائي سگهجي ٿو جو اسان جي علائقي جا ٽي مشهور ۽ معروف عالم بزرگ (1) سراج السالڪين حضرت مولانا غلام محمد دينپوري (2) رئيس الموحدين حضرت مولانا سيد تاج محمود امروٽي ۽ (3) امام الانقلاب حضرت مولانا عبيدالله سنڌي صاحب سندن فيض يافتہ آهن.

حافظ صاحب ذات جا قريشي هئا.* سندن وڏا عربستان جا رهاڪو هئا، اتان هجرت ڪري ڪيچ مڪران جي رستي سنڌ ۾ داخل ٿيا هئا ۽ ڀرچونڊي شريف جي ويجهو اتر طرف ٻن ٽن ميلن جي مفاصلي تي ان وقت جي شاهراه جي ڀرسان سڪونت اختيار ڪئي هئائون. حضرت حافظ صاحب جي والد جو نالو ميان محمد ملوڪ هو. جيڪو راهڪي ڪري پنهنجو گذر سفر ڪندو هو. ميان محمد ملوڪ صاحب اتي رهنڌڙ سمان قوم مان شادي ڪئي، جنهن مان ٻہ فرزند تولد ٿيا. هڪ محمد صديق ۽ ٻيو الله بخش، اهو محمد صديق اڳتي هلي حافظ محمد صديق ڀرچونڊيءَ جي مبارڪ نالي سان هن سنسار ۾ ناميارو ٿيو. جنهن جي فيض ۽ عرفان جي چشمي مان هزارين اجايل سيراب ٿيا ۽ لکين ڀتڪيل ۽ بدڪار انسان حق ۽ سچ جي واٽ تي گامزن ٿيا. حافظ صاحب جي ولادت جو صحيح سن معلوم نہ ٿي سگهيو آهي، پر اندازو اهو آهي تہ سندن ولادت اٽڪل 1224هہ

---

* مشهور ۽ معروف روايتن موجب پاڻ سميجہ قوم مان هئا. (ايڊيٽر)

۾ ٿي هوندي. حافظ صاحب جو والد، سندن ننڍپڻ ۾ ئي سفر آخرت ڏانهن
ڪوچ ڪري چڪو هو هينئر سندن والده ماجده تي هن ٻارڙي جي
پرورش ۽ پالنا جو بار اچي پيو. والده ماجده کين ڀهريائين ڳوٺ جي هڪ
حافظ صاحب وٽ قرآن شريف پڙهڻ لاءِ ويهاريو پر سنت ئي علم جي
تحصيل لاءِ بهاولپور رياست جي احمدپور ليہ علائقي جي هڪ ڳوٺ جندو
ماڙي جي مدرسي ۾ داخل ٿيا.

انهن ئي ڏينهن ۾ ميان محمد حسن شاهہ روضي ڌڻي ﷬ جي
حڪم موجب سوئي شريف کي پنهنجو مسڪن بنائي هدايت ۽
رهنمائي جو ڏيئو روشن ڪيو جنهن جي نور جي لاٽن چوڌس کي منور
ڪري ڇڏيو. حافظ صاحب ان مدرسي کي خيرآباد چئي ميان محمد
حسن شاهہ جي خدمت ۾ ظاهري ۽ باطني علمن جي تڪميل لاءِ اچي
حاضر ٿيا. هتي ئي حافظ صاحب جن ظاهري ۽ باطني علمن ۾ ڪمال
حاصل ڪيو ۽ پنهنجي مرشد وٽان خلافت جي خلقت عطا ٿين. خلافت
جو خرقو جڏهن عطا پي ٿين تہ مرشد سڳوري کين ارشاد فرمايو تہ هاڻي
وڃي خدا جي خلق کي هدايت ڪر!

حافظ محمد صديق صاحب مرشد جي حڪم جي تعميل ۾ موجوده
ڀرچونڊي ڳوٺ کي اچي پنهنجو مسڪن بنايو ۽ دعوت ۽ تبليغ جي ڪم
۾ مشغول ٿي ويا. فقيرن ۽ درويشن جي آمد شروع ٿي وئي، هزارين ماڻهو
اچي، ذڪر اذڪار وٺڻ لڳا. ڪيترائي ڪٺيل دلين وارا، پنهنجي دلين تان
زنگ ۽ ڪٽ لهرائڻ آيا.

تماڪو ۽ نسوار کي حضرت حافظ صاحب ﷬ تمام گهڻو خراب
سمجهندا هئا ۽ نسواري پيش امام جي پنيان نماز پڙهڻ کان پاسو ڪندا
هئا. جنهن کوه تي تماڪ جي پوک هوندي هئي (احتياطًا) ان کوه جي پاڻي
مان وضو بہ نہ ڪندا هئا. جنهن شادي ۾ دهل دماما هوندا هئا، تہ نہ رڳو پاڻ
ان ۾ شرڪت نہ ڪندا هئا پر پنهنجي جماعت کي بہ ان ۾ شريڪ ٿيڻ
کان منع ڪندا هئا. حافظ صاحب جي شريعت جي اتباع ۽ بلند اخلاقيءَ
بابت بہ چار واقعا هيٺ ڏجن ٿا:

حضرت حافظ محمد صديق ڀرچونڊي کي هڪ عالم جيڪو سندن
مريد هو دعوت ڏني، حضرت جن پنهنجي جماعت سميت ان ڳوٺ ڏانهن

ويا ۽ مسجد ۾ قيام فرمايائون. ڳوٺ جا ڪيترائي ماڻهو سندن زيارت لاءِ اچي گڏ ٿيا. ان ميڙ ۾ هڪ ننڍڙو ڇوڪرو بہ هيو، جنهن جي هٿن ۾ چانديءَ جا ڪنگڻ پيل هئا. حضرت حافظ صاحب جي جڏهن نظر ان ڇوڪري تي پيئي تہ پڇيائون هي ڇوڪرو ڪنهن جو آهي؟ ماڻهن وراڻيو تہ جنهن مولوي صاحب توهان جي دعوت جهلي آهي، هيءُ ڇوڪرو ان جو پٽ آهي. حافظ جن مولوي صاحب کي مخاطب ٿي ڪري فرمايو تہ مولوي صاحب! چانديءَ جا زيور تہ مردن کي پائڻ حرام آهن. مولوي صاحب وراڻيو سائين! هن جي نانيءَ مجبور ڪري پارايا آهن. حضرت جن سخت ناراض ٿيا ۽ پنهنجي جماعت کي فرمايائون تہ هلو هتي الله جو دين نہ آهي، نانيءَ جو دين آهي. چنانچہ ان وقت ئي پنهنجي جماعت وٺي هليا ويا.

حضرت حافظ صاحب جن وٽ هڪ دفعو ڪوڙو گدرو آيو ۽ اهو سڄو پاڻ کائي ويا. باقي صرف هڪ ڦاڪ پنهنجي مريد کي ڏنائون ۽ چيائون تہ وٽ تون بہ چکي ڏس، متان چوين تہ اڄ مون کي پنهنجو حصو نہ مليو. هن جڏهن اها ڦاڪ زبان تي رکي تہ ٿُو ٿُو ڪري اڇلائي ڇڏيائين. پاڻ ان تي فرمايائون تہ جيڪو روزانو مٺا گدرا موڪليندو هيو اڄ ان ڪوڙو موڪليو آهي ۽ تون اهو اڇلائين ٿو؟

حضرت حافظ صاحب نماز جي امامت پڻ ڪندا هئا. هڪ دفعي هڪ مهمان عالم کي نماز پڙهائڻ لاءِ پنهنجي مصلي تي ويهاريائون. حضرت جن جو هڪ فدائي مريد اها ڳالهہ برداشت نہ ڪري سگهيو ۽ مصلو ڪڍي پجي ويو ۽ چيائين تہ منهنجي سائينءَ جي مصلي تي ڪو ڏاريو ماڻهو ڇو ويهي؟ حضرت حافظ صاحب پنهنجي پٽڪي مان هڪ ٽڪرو ڦاڙي مصلي جي جاءِ تي وڇايو ۽ ان عالم سڳوري کي ان تي ويهاريائون.

وفات: حضرت حافظ محمد صديق ڀرچونڊي تاريخ 10 جمادي الثاني سال 1308هہ ۾ وفات ڪئي، ڪين جامع مسجد جي متصل دفن ڪيو ويو.

(مضمون عبدالرحمان جتوئي) ماهنامہ شريعت ج 5 ش 1)

نوٽ: امام انقلاب حضرت مولانا عبيدالله سنڌي، حافظ محمد صديق جي شاگردن مان هڪ هئا. هن پنهنجي ڪتاب ۾ حافظ صاحب متعلق يادگيريون لکيون آهن، جيڪي هيٺ ڏجن ٿيون. (عبدالوهاب چاچڙ)

مان اڪيلائي ۾ نماز پڙهڻ شروع ڪئي تہ مون کي مناجات ۾ بي مثال لذت آئي. سن 1304هہ ۾ رمضان جا ڪجهہ روزا رکيم پر ظاهر ٿيڻ جي ڀَو کان ٻيا روزا نہ رکيم. مون کي اسلام جي اظهار جو شوق وڌي ويو پر ڀڄڻ جي بہ ڪا صورت سمجهہ ۾ نہ ٿي آئي، پوءِ حضرت يونس ﷺ واري دعا پڙهڻ شروع ڪيم. لَآ اِلٰهَ اِلَّآ اَنْتَ سُبْحٰنَكَ ۖ اِنِّيْ كُنْتُ مِنَ الظّٰلِمِيْنَ ... پوءِ الله تعاليٰ ذوالقعد 1304هہ ۾ اسباب ٺاهي ڏنا. مان پنهنجي علائقي مان لڪي نڪتمر ۽ سنڌ ۾ اچي اسلام جو اعلان ڪيم ان وقت منهنجي عمر سورهن سال هئي. مان پنهنجو نالو عبيدالله رکيو. ان کان پوءِ سيد العارفين الحافظ محمد صديق قدس سره وٽ آيم، مون کي ڪلمہ توحيد (ذڪر) جي تلقين ڪيائون. مان سندن هٿن تي صفر 1305هہ ۾ بيعت ڪئي. منهنجو مرشد راشدي طريقي جو امام هو. اهو طريقو جيلاني شاخ جي قادري طريقي ۽ الادمية الاحسينية جي نقشبندي مجددي طريقي جو جامع آهي. پاڻ سني حنفي هئا ۽ مولانا محمد اسماعيل شهيد جي طريقي تي شرڪ ۽ بدعت کان روڪيندا هئا. منهنجو مرشد، صدر شهيد (حضرت شاهہ اسماعيل شهيد) جي صحبت ۾ رهيو هو جڏهن اهي افغانستان ڏانهن ويندي سنڌ مان ٽپيا هئا، انهن جي صحبت مان فيض حاصل ڪيو هئائين، رضي الله عنهم اجمعين.

مان سندن صحبت ۾ بہ مهينا رهيم. انهن سان گڏ جماعت نماز ۾ شريڪ ٿيندو هوم، انهن جي حلقہ ذڪر ۾ شامل ٿيندو هوم. مختلف محفلن ۾ هدايتن وارا سندن الفاظ ٻڌندو هوم. پاڻ والد وانگر شفقت سان منهنجو خيال رکندا هئا. تنهن ڪري سندن ڳالهائڻ جي ميناج ۽ سندن صحبت جي لذت مون کان ڪڏهن نہ وسري، جڏهن کانئن جدا ٿيم تہ انهيءَ صحبت جو محسوس اثر ٿيم ۽ مان گويا ڏسي رهيو هوم تہ مان هيبت واري هڪ اهڙي روشنيءَ کان هليو ويو آهيان، جيڪا شفقت سان وچڙيل هئي، انهيءَ معرفت جو ان وقت پورو يقين ٿيو جڏهن مان شيخنا شيخ الاسلام مولانا رشيد احمد گنگوهي سان مليمر چو تہ ان جي صحبت ۾ بہ اهڙو ئي اثر ۽ نور پاتمر. (سيد العارفين جي) انهيءَ صالح ميلاپ جي برڪت سان اسلامي معاشرو منهنجي دل جي گهراين ۾ پيهي ويو ۽ مان پاڻ کي انهيءَ جماعت جو هڪ رڪن محسوس ڪيو. مون کي خبر پئي

تہ (پڑهڻ لاءِ وچڻ بعد) سيد العارفين منهنجي متعلق پچندا رهيا ۽ منهنجي لاءِ دعائون گهرندا رهيا جن مان ڪن دعائن جي قبوليت مون پنهنجي اکين سان ڏٺي. مثلاً هيءَ دعا تہ "الله تعاليٰ عبيدالله کي علم جي اندر راسخ علماءِ تي اعتماد ڪرڻ جي توفيق ڏئي!" الله تعاليٰ جي فضل ۾ اميد اٿم تہ سندن ٻيون بہ سڀ دعائون قبول ڪندو!

تحفة الهند ۽ تقوية الايمان ۾ پڙهيو هوم تہ جاهل مسلمانن ۾ هندستان جي مجوسين وانگر شرڪ عام آهي. پوءِ سنڌ ۾ سيد العارفين جي جماعت ڏٺم تہ اهي حنفي هئا ۽ شرڪ کان بالڪل پري هئا، وري جماعت اهل حديث کي ڏٺم تہ اهي شرڪ جي رد ۾ گهڻو سخت هئا. مان ڏٺو تہ ويجهي ڳوٺن مان اهل حديث سيد العارفين جي مسجد ۾ ايندا هئا، رڪوع وغيره ۾ هٿ کڻندا هئا ۽ ڏاڍيان آمين چوندا هئا، مان ڏٺو تہ اهي ٻيئي جماعتون شرڪ جي رد ۾ ۽ مولانا سيد محمد اسماعيل شهيد جي احترام ۾ موافق هيون. جڏهن مان ملتان پهتم تہ هڪ حنفي جماعت ڏٺم جيڪي شرڪ ۽ بدعت ۾ ملوث هئا ۽ اهي مولانا محمد اسماعيل شهيد سان بغض رکندڙ هئا. جڏهن دارالعلوم ديوبند جي جماعت کي ڏٺم تہ اهي سيد العارفين جي مسلڪ جي قريب هئا، هن نشاني سان تہ اهي بہ حنفي هئا ۽ مولانا محمد اسماعيل شهيد جي تعريف ڪندا هئا انهن سان ملڻ ۾منهنجو سينو کلي پيو (اها سيد العارفين جي دعا جي قبوليت هئي).

(ٽن سالن ۾ علوم جي فراغت بعد) دل جي انتشار دفع ڪرڻ لاءِ ارادو ڪيم تہ سيد العارفين ڏانهن وڃان، جيئن سندن صحبت مان راحت حاصل ڪريان، دهلي کان هلي سيد العارفين جي جاءِ ڀرچونڊي پهتم پر سيد العارفين رضي الله عنہ منهنجي پهچڻ کان ڏهہ ڏينهن اڳ ۾ فوت ٿي چڪا هئا پوءِ تہ اجان منهنجا غم وڌي ويا، پر سندن خاص صحبت يافتن مولانا ابوالسراج غلام محمد نظام الدين دينپوري ۽ مولانا ابوالحسن تاج محمود علاءُالدين امروٽي ظاهري ۽ باطني تربيت ڏانهن ڏيان ڏنو.

(التمهيد لتعريف ائمة التجديد تصنيف حضرت مولانا عبيدالله سنڌي ص 9 – 10 ۽ 14)

# مولانا عبدالرحمان ساکرو رحہ

جيئن سکر جي ارگرد ڪنگري، سوئي، پرچونڊي ۽ امروٽ شريف علم وعرفان جا اڏا هئا، جتان توحيد جي طالبن کي شراب معرفت جا لبريز جام ملندا هئا، تهڙيءَ طرح 19هين صديءَ جي آخر ۾ حضرت مولانا عبدالرحمان جي وجود مسعود ڪري سکر شهر رحمت ۽ برڪت جو اڏو بنجي ويو. مولانا عبدالرحمان صاحب جا وڏا اصل بغداد کان آيا هئا. مولانا صاحب ظاهري ناس وڪڻندو هو پر باطني فيض جا وٽس خزانا هئا.

مولانا عبدالرحمان صاحب جي تعليم جو پتو ٻن ڪتابن تان پئجي سگهي ٿو. (1) قدوة الواصلين. حضرت خواجہ محمد حسن صاحب قدس سره ولد عمدة العارفين حضرت خواجہ عبدالرحمان صاحب فاروقي مجددي قدس سره جي مقدس نسب جو سلسلو ڏهن واسطن سان حضرت مجدد الف ثاني شيخ احمد سرهندي سان ملي ٿو. حضرت امام رباني جو پاڪيزه سلسلو ٻٽيهن پيڙهين سان حضرت فاروق اعظم سان ملي ٿو. خواجہ عبدالرحمان مجددي ۽ سندس پٽ خواجہ محمد حسن ٻئي مجاهد بزرگ هئا. خواجہ عبدالرحمان مجددي جي وفات جو سال 1315هہ (1897ع) آهي ۽ سندس مزار ٽکڙ کان ٻہ ميل اتر طرف گنجي ٽڪر تي آهي ۽ خواجہ محمد حسن جي وفات جو سال 1465هہ (1945ع) آهي، سندس مزار پنهنجي والد جي روضي جي ايرندي ۾ آهي. خواجہ محمد حسن جي شاگردن مان خواجہ عبدالله جان ڪتاب ”مونس المخلصين“ لکيو. جنهن ۾ پوري تفصيل سان سندن سوانح حيات تي روشني وڌل آهي.

(2) ٻيو ڪتاب خواجہ محمد حسن مجددي جو لکيل ”تذڪرة الصلحاءِ“ آهي، جنهن ۾ سندس همعصر اهل الله بزرگن جو ذڪر پوري تشريح سان بيان ڪيل آهي. هي رسالو نهايت قابل قدر ۽ اهڙو مقبول آهي جو اردو ۾ بہ ان جو ترجمو صوفي عبدالرحيم صاحب ڪلڪتي واري ڪراچي مان ڇپرائي مفت شايع ڪيو. هن رسالي ۾ ان دور جي عربستان، افغانستان، بلوچستان، هندستان ۽ سنڌ جي قابل ذڪر علماءِ ۽ صلحاءَ جو بہ ذڪر ڏنل آهي ۽ حضرت مولانا عبدالرحمان ساڪرو جو بہ قدري بيان ڏنل آهي.

حضرت مولانا عبدالرحمان ساکرو مشهور عالم، فاضل ۽ ولي ڪامل هو ۽ سندن استاد مخدوم محمد صاحب مجذوب سيوهاڻي قلندريؒ هو جو صاحب جذب هو ۽ 1237هه (1899ع) ۾ وفات ڪيائين. 19هين صدي جي آخر ۾ سکر ۾ ٻه درسگاهون هيون، جتي قال رسول الله جو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو هو. پهرين درسگاهه سکر پراڻي ۾ جامع خيرالدين گيلاني هئي، ٻي سکر شهر جي قلب ۽ جگر ۾ مولانا عبدالرحمان جي جامع مسجد. انهن کان قديم بکر ۾ مخدوم نوح جو مڪتب هو جو پوءِ انقلاب دهر جي ڪري متجي ويو هو. سکر پراڻي ۽ سکر نئين جي درسگاهن ۾ فارسي ۽ عربي تعليم شاگردن کي ملندي هئي ۽ ٻئي درسگاهون حڪومت وٽ رجسٽرڊ هيون ۽ هتي جي فارغ التحصيل شاگردن کي سرڪاري دفترن ۾ جلد نوڪري ملندي هئي. ماستر شيخ حبيب الله، مولوي عبدالرحمان جي درسگاه جو شاگرد هو. راقم الحروف جو ذاتي تجربو آهي ته ماستر صاحب فارسي اهڙيءَ طرح ڳالهائيندو هو جڻ سندس گهر جي ٻاڻهي آهي. مولوي عبدالرحمان بين المملڪتي شهرت رکندڙ هو چنانچه بمبئي، حجاز عراق ۽ شام تائين سندس علميت ۽ برڪتن جو پڙاڏو ٻڌڻ ۾ ايندو هو ۽ انهن ملڪن ۾ سندس معتقدن جو بيحد گهڻو تعداد هو جيڪي شاگرد يا معتقد مولوي صاحب سان حج ڪرڻ ويندا هئا، اتان جهوليون روپين سان ڀري موٽندا هئا.

سال 96_1895ع ۾ سکر شهر ۾ سخت پليگ پئي، ماڻهو شهر ڇڏي ڀڄي ويا پر مولوي صاحب وڏي همت سان شهر واسين جي خدمت ڪندا رهيا ۽ لاوارثن جو ڪفن دفن جو انتظام ڪندا رهيا. ڇاڪاڻ ته ماڻهو بيمارن کي گهر ۾ ڇڏي ٻاهران تالو هڻي ڀڄي ويندا هئا. جڏهن مردن جي بدبوءِ اٿندي هئي ته حڪومت قفل ڀڃائي گهرن جا وسلا ساڙائي ڇڏيندي هئي. انهيءَ پليگ ۾ هن ڪامل بزرگ ۽ ولي الله وفات ڪئي، جنازي کي مسلمانن شيخ شينهن آرائين جي قبرستان ۾ دفنائڻ جو ارادو ڪيو پر ڊاڪٽرن ۽ حڪومت اعتراض آندو. توڙي جو شهر خالي ٿي ويو پر جنازي سان هزارين مسلمانن جو هجوم هو. نوعيت ايتري حد کي پهتي جو پوليس جو اٿالو اچي پهتو ۽ خونريز هنگامي جو امڪان هو مگر سکر جي مخلص ليڊر بابو شيخ محمد سليمان جي تدبير سان معاملو خير و خوبي سان ختم ٿي ويو. ڪليڪٽر مسلمانن کي شيخ شينهن جي قبرستان ۾ جنازه کي دفنائڻ جي اجازت ڏني. اِنَّا لِلّٰهِ وَ اِنَّآ اِلَيۡهِ رٰجِعُوۡنَ.

## حضرت عبدالرحمان جي همعصر بزرگن جا نالا:

حضرت عبدالرحمان ساڪرو جي همعصر بزرگن جا نالا ڏيون ٿا ته انهيءَ وقت ڪهڙا بزرگ هئا (1) الحاج محمد عثمان شاهه بخاري متوفي 1325هه (1907ع) لڳ ميرپورخاص (2) حاجي آخوند سچيڏنو بختيارپوري تعلقه سيوهڻ وفات 1312هه (1894ع) (3) حاجي محمد ابراهيم نظاماڻي نر جو ڳوٺ تعلقه ٽنڊو محمد خان وفات 1320هه (1902) (4) ميان محمد هاشم درس ڳوٺ ڪلڙي تعلقه ٽنڊو محمد خان وفات 1320هه (1902ع) (5) حاجي عبدالواحد بوبڪ (تعلقه سيوهڻ) (6) حضرت مولانا تاج الدين چوٽاروي (ضلع سانگهڙ) 1338هه (1919ع) (7) حاجي محمد احسان جروار بلوچ ڳوٺ جروار (تعلقه ٽنڊوالهيار) وفات 1320هه (1902ع) (8) حاجي حافظ ميان ابوبڪر سيوهاڻي جو وادين جي پڙ حيدرآباد ۾ رهندو هو وفات 1312هه (1894ع) (9) حڪيم سيد الحاج ميران محمد شاهه الحسيني ٽکڙائي وفات 1309هه (1891ع) (10) حاجي سليمان ٽکڙائي وفات 1313هه (1889ع) (11) حاجي ميان محمد طيب ميمڻ 1330هه (1911ع) (12) مولانا نورمحمد شهدادڪوٽي وفات 1291هه)

عطاءالله: مولانا عطاءالله، مولانا عبدالرحمان ساڪرو جو پاٽيجو هو وقت جو ڪامل ولي ٿي گذريو آهي.

عبدالڪريم: مولوي عبدالڪريم ولد الحاج مولانا عبدالرحمان 1907ع کان عيدگاه جو پيش امام ٿي رهيو سندس وفات کان پوءِ پوئين ۾ ڪوبه اهڙو عالم ڪونه ٿيو جو پيش امامي ڪري سگهي، سندس فرزند مولانا غلام محمد عيدگاهه جو پيش امام ٿي رهيو.

عبدالحڪيم: مولانا الحاج عبدالرحمان جو پيو پٽ الحاج ميان عبدالحڪيم ٺيڪيدار هو ڪيس ٻه پٽ عبدالعزيز ۽ عبدالغفور هئا.

غلام محمد: مولوي حڪيم غلام محمد ولد مولوي عبدالڪريم سکر بندر تي حڪمت ڪندو هو راقم جو دوست هو.

احمد: مولوي احمد ولد مولانا عطاءالله صاحب هن وقت مختيارڪار آهي.

1930ع ۽ 1939ع کان متاثر ٿي مولانا عبدالرحمان جا پوئيان وچ شهر مان لڏي پراڻي سکر وڃي ويٺا، مسجد شريف قائم ۽ دائم آهي.

اڄ نـــ اوطـــاقن ۾، جوڳيـــان ســـندي ذات.
ڏيهـــان ڏورڻ ڏک ســـين، روئـــڻ ســـڄي رات.
تـن جنـين جـي تـات، سـي لاهـوتي لـڏي ويـا.

(حضرت شاهہ)

(تاريخ سکر، از مولائي شيدائي قلمي ج 2 ص 206 کان 208)

مولوي عبدالرحمان بزرگ شريعت جو پابند ۽ بي نفس درويش هو. نئين سکر جي شروع شروع آباد ٿيڻ وقت پنهنجي والد مولوي ڪمال الدين سان گڏجي بلوچستان مان اچي درياءَ بند تي رهيو. سنڌ جي مشهور عالم مولانا خليفہ محمد يعقوب همايوني کان ديني علمن جي دستاربندي ڪيل هيس ۽ نقشبندي طريقي ۾ خواجہ عبدالقيوم مجددي قنڌاري جو بيعت ٿيل هو. هو وڏو مهمان نواز هو ڪيترائي مسافر سندس دسترخوان مان کائيندا هئا. هن جي هٿ تي ڪيترائي هندو مسلمان ٿيا. ان سلسلي ۾ ان تي ڪيئي مقدما بہ ٿيا. شروع ۾ درس ڏيندو هو پر پوءِ درس ڇڏي خدمت خلق ۾ مشغول رهيو. فقير قادر بخش بيدل مولانا وٽ پڙهيو هو. شرح جامي پڙهندي "عشق" جي لفظ تي بيدل ڳوڙها ڳاڙيندي مولانا کي چيو سائين اهو لفظ تہ زمين ۽ آسمان کان بہ ڳرو ٿو لڳيم. هاڻي وڌيڪ پڙهڻ بس! حضرت امروٽي سان ان جون صحبتون رهيون، مخدوم مجذوب سيوهاڻي کان بہ ڪجهہ پرايائين. مولوي عبدالقادر قاسم پوري سان ان جون ملاقاتون رهيون. پير سيد حزب الله شاهہ پاڳارو مولانا جو گهڻو احترام ڪندو هو. سندن وفات 23 شوال 1314هہ طاعون جي بيماري ۾ ستر ورهين کان بہ وڌي ڄمار ۾ ٿي، مولوي محمد صالح ڍڪڻائي ان جو مرثيہ تاريخ چيو هو.

(مشاهير سنڌ از مولانا وفائي ﷫ ج 1 ص 225)

روايت آهي تہ حضرت مولانا تاج محمود امروٽي ﷫ مولانا عبدالرحمان وٽ ايندا هئا. مولانا عبدالرحمان کين بشارتون ٻڌايون. بعد ۾ مولانا امروٽي ﷫ پراڻي سکر ۾ مدرسہ قاسم العلوم جاري ڪيو هو جنهن ۾ ديوبند جا فاصل عالم رکيا هئائون. ترڪ موالات جي تحريڪ ۾ علماءِ جي گرفتارين سبب مدرسو ڦٽي ويو جنهن کي پاڻ گهوٽڪي ۾ کڻي ويا ۽ حضرت پير فخرالدين شاهہ ۽ پير شير محمد شاهہ جي سپرد ڪيائون جيڪو اڄان تائين قائم آهي. مون کي ياد آهي تہ ان مدرسہ جي ڪن ديڳڙن

تي مولانا عبدالرحمان سکر واري جو نالو لکيل آهي، ان جو مطلب ٿيو تہ پراڻي سکر وارو مدرسو بہ مولانا عبدالرحمان جي مدرسہ جي تجديد هو.

مولانا عبدالرحمان رحمه الله بندر روڊ تي نڪرندا هئا، ان زماني ۾ بندر روڊ صاف ڪليل ۽ تفريح جهڙو هوندو هو ڪنهن غيرمسلم عورت يا مرد تي نظر وجهي ڪڏهن چوندا هئا هي ماڻهو بہ باه ۾ سڙڻ جهڙا آهن؟ ان چوڻ سان ان تي بيهوشي طاري ٿيندي هئي، ان کي مولانا وٽ کڻي ايندا هئا. ڪلمي پڙهائڻ سان ان کي هوش ايندو هو. ان ڪري انگريز گورنمينٽ هندن جي گُهر تي مولانا تي بندر روڊ ڏانهن وڃڻ جي بندش وجهي ڇڏي هئي.

مولانا جنهن مسجد ۾ پڙهائيندا هئا، اها هينئر مدينہ مسجد جي نالي سان ڪپڙي بازار ۾ اوقاف تحت هلي ٿي ان ۾ هڪ کوه آهي جيڪو هاڻي بند پيو آهي، چوندا آهن اهو مولانا کان اڳي ڪنهن ڪسبياڻي ٺهرايو هو مولانا جن ان مان وضو نہ ڪندا هئا بلڪ دريا مان پاڻي گهرائي ان مان وضو ڪندا هئا. حضرت مولانا محمد قاسم نانوتوي رحمه الله درياءَ رستي سکر مان لنگهيا هئا تہ مولانا عبدالرحمان وٽ ٽي ڏينهن رهي پيا هئا.

# قاضي محمد عثمان چاچڙ رحہ ۽ ان جون عالمات نياڻيون

راڄن پور: اباوڙي شهر جي اولهہ ۾ ڏيڍ ميل جي پنڌ تي هڪ ننڍڙو ڳوٺ آهي. اوائلي دور ۾ راڄن پور رانوتي (اباوڙي تعلقي جي هڪ شهر) جي ير ۾ هو پر درياءَ جي پائڻ ڪري اهو شهر، ٽگ ۾ اچي بڏائون.

وري ڄام ڀنيو جي چوڻ تي اتان منتقل ڪري موجوده جڳهہ تي اچي بڏائون. انهيءَ شهر جو مکيہ عنصر چاچڙ قوم جي راڄ ڏيهي پاڙي جو هڪ علمي گهراڻو هو. شايد نالي جو سبب بہ اهوئي آهي.

انهيءَ خاندان ۾ علم و عرفان تہ گهڻو پراڻو آهي، جنهن جو علم العليم المخير وٽ آهي، البت موجوده راڄن پور بڏجڻ مهل انهيءَ خانواده جو چشم و چراغ مولانا دين محمد هو جيڪو تيرهين صديءَ جو وڏي کان وڏو فاضل ۽

اهل دل هو غالباً ظاهري علم پنهنجي وڏن کان ۽ باطني فيض گهوٽڪي جي سيدن کان مليو هوس. انهيءَ بزرگ جي قبر جامع مسجد گهوٽڪي جي ڏکڻ ۾ ٿلهي واري مقبري ۾ آهي.

مولانا دين محمد کي ٻه پٽ مولانا قاضي عثمان ۽ مولانا الهڏوايو عرف مولانا يار محمد ۽ ٻه نياڻيون بيبي صلاح خاتون ۽ بيبي واليڏني عرف ماءُ جي سانئڻ هيون، اهي ٻيئي زنده دل ۽ خدا رسيده بزرگياڻيون هيون، بيبي صلاح خاتون سجدي جي حالت ۾ فوت ٿي.

بيبي واليڏني هن گهراڻي جي پهرين خاتون آهي جنهن مقامي زالن ۾ ديني تعليم جو بنياد وڌو ۽ مڪمل درسگاهه قائم ڪيو جيڪو اڄ تائين انهيءَ نيڪ خاندان جي نيڪ عورتن جي همت سان هليو پيو اچي.

مولانا قاضي محمد عثمان: هيءُ بزرگ مولانا دين محمد جو وڏو فرزند هو. ابتدائي تعليم پنهنجي والد بزرگوار کان حاصل ڪيائين باقي اعليٰ تعليم ڪٿان حاصل ڪيائين؟ انهيءَ بابت ڪابه وثوق جهڙي روايت نه ملي آهي. وقت جو علامه، عارف بالله ۽ قاضي هو.

روحاني فيض پنهنجي والد وانگر صاحبن جي لوءِ يعني گهوٽڪي جي سيدن سڳورن کان ورتائين.

پيري مريدي جي مروج طريقي کان ڪنارو ڪندو هو پر تنهن هوندي به وٽن عقيدتمندن جو هڪ وڏو هجوم نظر ايندو هو.

بهاولپور جي نواب کيس صادق آباد جو قاضي مقرر ڪيو هو. مولانا جن جمعي جي ڏينهن اوڏانهن وڃي هفتي جا فيصلا نبيري ايندا هئا.

روايت آهي ته هڪ شر بلوچ تي چوريءَ جي تهمت هئي، برادري جي ماڻهن کيس چڪيءَ تي چاڙهيو هڪ پير سلامتيءَ سان ڪڍي، پيو ڪيڏندي پاڳين کي گار ڏنائين ۽ چيائين ته مان توهان کي ڪونه چيو هو ته مان چور نه آهيان؟ باهه مان سلامتيءَ سان نڪتو البت هڪ پير لاساتجي پيس، ماڻهو حيران ٿيا ته آخر کهڙو فيصلو ڪجي باهه مان نڪري به آيو آهي ۽ ڪجهه اثر به اٿس.

اهو فيصلو قاضي صاحب وٽ کڻي آيا. قاضي صاحب فتويٰ ڏني ته هيءُ چور نه آهي باقي هڪ پير کي لاس، گار ڏيڻ جي ڪري آئي اٿس.

## قاضي صاحب جو جلال ۽ رعب:

قاضي محمد عثمان وٽ اخير عمر ۾ علماءَ جو هڪ فيصلو آيو. سڀ عالم ادب وچان گوڏا پيچي ويٺا. حضرت مولانا علي شير لڪپوري رحمه الله هڪ گوڏو مٿي ڪري ويٺو. قاضي صاحب چهبڪ هڻي فرمايس ته مولانا سبق نه ٿو پڙهائين، هي شرعي فيصلو آهي، ادب سان ويهه!

## ڪرامتون:

راجنپور شريف جي ويجهو هڪ مشهور ٻيلو هوندو هو جنهن کي شينهڻي جو ٻيلو ڪوٺيو ويندو هو ڇو ته انهيءَ ۾ شينهن رهندا هئا.

قاضي صاحب جن جون مينهون جيڪي اڍائي سؤ کن هيون، ٻارهن ڏنار انهيءَ ٻيلي ۾ چاريندا هئا روزانو ٽيپهريءَ جو وضو مهل شينهن ڪنڌ ڊاري اچي ويهندو هو. جڏهن قاضي صاحب کيس فرمائيندو هو ته اسان فلاڻي سڪر توکي ڏني تڏهن اٿي هليو ويندو هو ۽ ٻيلي ۾ اها سڪر ماري کائيندو هو.

هي به مشهور آهي ته جڏهن ڪو چور قاضي صاحب جن جون مينهون ڪاهيندو هو ته اهي مينهون سڪ ۾ گڇي پونديون هيون يا نر سانُ ٻڌجي وينديون هيون يا انهن جي ناسن مان خطرناڪ نانگ نروار ٿيندا هئا.

## اولاد:

قاضي محمد عثمان رحمه الله کي نرينه اولاد ڪونه هو. باقي کيس چار نياڻيون هيون. بيبي غلام فاطمه عرف بادشاهه خاتون، عظيم خاتون، هاجران خاتون ۽ عظمت خاتون. اهي چارئي عورتون زهد ۽ تقويٰ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هيون، انهن مان بيبي هاجران خاتون گهوٽڪي جي بيبين جي استاد هئي، گهڻي وقت کان هي طريقو رهيو ته راجنپور شريف کي باطني فيض گهوٽڪي کان ۽ گهوٽڪي کي ظاهري فيض راجنپور شريف کان ملندو رهيو. مردن کي مردن کان ۽ زالن کي زالن کان.

هڪ دفعو اها مائي هاجران بيمار ٿي پيئي، گهوٽڪي جي صاحبات کي چيائين ته مان آچر ڏينهن توهان وٽ موٽي اينديم. واقعي انهيءَ اهل دل

عورت جو جنازو آڇر ڏينهن گهوٽڪي پهتو انهن ڇئن پينرن مان گهوٽڪي ۾ صرف اها مدفون آهي باقي ٽيئي راجنپور جي ويجهو ميان سلطان جي قبرستان ۾ دفن ٿيل آهن.

بيبي غلام فاطمہ: پنهنجي پينرن ۾ باطني فيض ۾ ممتاز هئي، حافظ القرآن هئڻ سان گڏ عالمہ بہ هئي، بدائع منظوم بر زبان ياد هوس ۽ ٻيا ڪتاب بہ پڙهيل هئي، ظاهري علوم کان پوءِ باطني ڪمالات ۾ ايترو تہ بلند ٿي جو صاحبن جي لوءِ کان ڪيس خرقہ خلافت مليو. ٿوري وقت ۾ خلق خدا جي رجوعات ٿي، مرد توڙي عورتون جوق در جوق فيض حاصل ڪرڻ لاءِ اچڻ لڳا. پردي جي پٺيان مردن کي وعظ نصيحت ۽ تلقين فرمائيندي هئي، پردي جو ايڏو اهتمام ڪندي هئي جو اندر ڪوٺ ۾ بہ برقعي سان گذاريندي هئي.

ارد گرد جون عورتون هر وقت خدمت ۾ گذاريندڙيون هيون، جمعي جي ڏينهن وعظ و نصيحت جي خصوصي مجلس قائم ڪندي هئي ۽ عورتن کي تراويح بہ پڙهائيندي هئي، انهيءَ لاءِ اندر هڪ عاليشان مسجد ٺهرايائين جا اڄ بہ پنهنجي منارن مان پري کان نمايان آهي.

مسجد جي تعمير لاءِ شهر کان هڪ ميل پري سرن جو ڪورو پڄايو ويو ۽ باوضو قطار وارن دست بدست ۽ بسم الله پڙهندي اهي سرون مسجد تائين پهچايون ۽ رازن بہ انهيءَ طريقي سان اوساري ڪئي.

ڳوٺ جي عورتن تي لازم هو تہ هو نماز انهيءَ مسجد ۾ ادا ڪن ۽ رمضان شريف ۾ قرآن ڪريم جو ختم تراويح ۾ ٻڌن، تان تہ ناپاڪي جي حالتن ۾ بہ مٿن لازم هو تہ مسجد جي ٻاهران ويهي قرآن ڪريم ٻڌن، خلاف ورزي ۽ سستي ڪندڙن لاءِ مناسب سزا مقرر هئي.

رمضان شريف جي پوئين ڏهاڪي ۾ ڏهاڪو کن عورتون هميشہ اعتڪاف ۾ ويهنديون هيون.

قاضي صاحب کي بادشاهہ خاتون جو اهو بيعت ۽ ارشاد وارو سلسلو ناپسند هو. جڏهن پاڻ مرد هوندي بہ انهيءَ کان پاس ڪندو هو تہ پوءِ پنهنجي نياڻي جي انهيءَ طريقي کي ڪيئن برداشت ڪندو. پر بيبي سائڻ بہ پنهنجي وس ۾ نہ هئي.

بيبي سائڻ جي انهيءَ ڪيفيت کي بدلائڻ لاءِ قاضي صاحب ميان

محڪم الدين انيڙ کي گهرايو. ميان صاحب رات جو هڪ تنگ تي ۽ يهي وظائف پڙهيا ۽ دعائون گهريون، صبح جو قاضي کي چيائين تہ ۽ سان پنهنجي وظائف سان انهيءَ ڪيفيت جي پيڙ کي ڪجهہ هٽايو آهي ميد تہ آهستي آهستي تبديلي اچي ويندي پر ميان صاحب جي وچڻ ڪانپوءِ تبديلي تہ پري آهي هٽون بي بي سائنن جي ڪيفيت ۾ اضافو ٿيڻ لڳو.

سندن شادي حافظ محمد عارف (موجوده محمد عارف جي ڏاڏي) سان ٿيل هئي، ذڪر الله ۾ محو هئڻ ڪري ازدواجي معاملات ۾ ڪا خاص دلچسپي ڪانہ هين، ڪو اولاد بہ ڪونہ ٿين.

حافظ صاحب کي ٻي شادي جي اجازت ڏنائين پوءِ حافظ صاحب جند وڏي چاچڙ جي ڌيءَ سان نڪاح ڪيو. جنهن مان سنڌ جو وڏو عالم مولانا عبدالحليم پيدا ٿيو ۽ مولانا عبدالحليم جو فرزند ميان محمد عارف حال حيات آهي ۽ پنهنجي وڏن جي طريقي تي قائم آهي. (هيءُ بزرگ هن وقت فوت ٿي چڪو آهي)

جند وڏو اصل ۾ گهوٽڪي تعلقي جي مانجهي جي ڳوٺ جو هو ماڻٽن کان ڪاوڙجي رياست بهاولپور جي الهہ آباد شهر ۾ وڃي رهيو هو.

همعصر: حضرت حافظ محمد صديق پرچونڊي شريف، حضرت حسن شاهہ سوئي شريف، مولانا محمد ابراهيم سرحد (گهوٽڪي جي لڳ) وارو صاحبن جي لوءِ جا بزرگ سندن دوست هئا.

حضرت حافظ محمد صديقؒ جڏهن راڄنپور ۾ ايندا هئا تہ ادب ۽ احترام کان ڳوٺ جي ٻاهران جتي مبارڪ هٿ ۾ کڻندا هئا.

پاڻ جماعت کي فرمائيندا هئا تہ جي ڪنهن کي رباني عالم ڏسڻا هجن تہ راڄن پور شريف جي قاضي محمد عثمان ۽ مولانا يارمحمد کي ڏسي.

مدفن: قاضي صاحب جي وفات جي تاريخ معلوم نہ ٿي سگهي آهي، باقي سندن قبر مبارڪ راڄن پور جي خانقاه ۾ آهي.

(مضمون مولانا محمد اسماعيل ڪنڊويؒ، شريعت ج 1 ش 7)

# مولانا يار محمد چاچڙ رحه

هيءُ بزرگ، حضرت مولانا دين محمد جو ننڍو فرزند هو.

## تعليم:

تقريباً سموري تعليم پنهنجي وڏي ڀاءُ قاضي محمد عثمان کان پرايائين. فراغت کان پوءِ تدريس جو سلسلو شروع ڪيائين. تورن ڏينهن ۾ راڄن پور شريف جو مدرسو. هن علائقي جي ممتاز درسگاهن کان به فائق ٿي ويو.

جنهن دور ۾ پيرچونڊي شريف باطني فيض جو مرڪز ۽ عرفان جو منبع هو. انهيءَ وقت ۾ علامه الدهر ۽ استاد الڪل حضرت مولانا يار محمد جي تدريس جي ڪري راڄن پور ظاهري علوم جو ۽ فنون شرعيه جو منتهي بڻيل هو. هن صدي جي سنڌي عالمن جو هڪ وڏو انگ حديث ۽ فقه ۾ (بالواسطه يا بلاواسطه) راڄن پور سان متعلق آهي.

زهد و تڪل: روايت آهي ته هڪ ڀيري جيئن ئي گهر ۾ داخل ٿيا ته سندن طبيعت خراب ٿي ۽ فرمائڻ لڳا ته شايد اڄ اسان جي گهر ۾ ڊونڊي (پئسو) آهي، جاچ ڪرڻ تي معلوم ٿيو ته گهرجي ته ڪنهن جاري ۾ چار آنا پيل هئا، انهيءَ وقت ئي حڪم ڪيائون ته اهي گهر مان ڪڍي خيرات ڪيا وڃن.

راڄن پور شريف جي ويجهو اوير ۾ شيخ محمد طاهر ڏگهڙوچو جي قبر آهي. صبح روزانو حضرت جن اوڏانهن وڃي مزار تي ختمو چئي پوءِ انهيءَ قبرستان مان سگّر لاهي ايندا هئا. طالب علمن کي سگّرن جي مٺ مٺ ڏيئي پوءِ اڇي پڙهائيندا هئا، اهي سڀ ڪجهه اناج جي نه هئڻ ڪري ڪندا هئا، ڪڏهن ته گهر ۾ سمورو هفتو دانگي نه چڙهندي هئي.

انهيءَ هوندي به ڳوٺ جي باقي رهاڪن کان طالب علمن جو لباس تازو هوندو هو ۽ ويحسبهم الجاهل اغنياءَ من التعفف جو عين مصداق هئا.

## جذبہ حريت:

تعليمي سلسلي سان گڏ سندن طبيعت جهاد جي جذبي سان پڻ رنگيل هئي، عوام کي آزاديءَ جو احساس ڏيارڻ لاءِ مختلف اپاءَ وٺندا رهيا ۽ اهو سندن خاص پروگرام هو.

عوام ۾ بيحد مقبوليت جي بنا تي انگريز سرڪار گهبرائجي وئي ۽ پنهنجي ڇاڙتن (وطن دشمنن) جي ذريعي حضرت جن کي زهر ڏيڻ جو ناڪام منصوبو رٿيو هو. انهيءَ ڪري جڏهن بہ ٻاهر نڪرندا هئا تہ پاڻ سان هڪ ڪستو ساڻ کڻندا هئا. جيڪو زهر سڃائڻ لاءِ ٺهيل هو ۽ زهر وارو کاڌو پوڻ شرط پچي پوندو هو. اهو ڪستو مدرسہ عثمانيہ راڃن پور شريف ۾ يادگار موجود آهي.

## تصوف:

باطني ڪمالات ۾ بہ بلند مقام رکندا هئا. ڪين اهو فيض صاحبن جي لوءِ يعني گهوٽڪي جي سيدن کان مليو هو.

انهيءَ خاندان جو عالم رشيد احمد راوي آهي تہ جنيد وقت حضرت مولانا حمادالله هاليجوي ؒ مون سان ڳالهائيندي هڪ ڀيري فرمايو تہ "جڏهن مان ننڍپڻ ۾ گهوٽڪي واري مدرسي ۾ پڙهندو هوس، تنهن وقت توهان جي ڏاڏي بزرگوار يارمحمد جي زيارت ٿي. جڏهن اوهان جو ڏاڏو گهوٽڪي ۾ آيو تہ هيءَ عام چوڻ ٿي ويو تہ راڃن پور جو هڪ اهڙو بزرگ آيو آهي، جنهن جا هڏ بہ ذڪر ڪندا آهن. اسان پنهنجي استاد کان اجازت وٺي بزرگ جي زيارت ڪئي، انهيءَ وقت اسان ڇا ڄاڻون تہ انسان جا هڏا بہ ذڪر ڪندا آهن ۽ هاڻي ڳالهہ پيئي آهي تہ واقعي معرفت واري انسان جا هڏ بہ ذڪر ڪندا آهن.

مولانا جي فضيلت جو اندازو لڳائڻ لاءِ هيءُ ڪافي آهي تہ حضرت حافظ صاحب پرچوندي قدس سره وفات کان ڪجهہ اڳ ۾ پنهنجي ياٽٽي ميان عبدالله کي بہ وصيتون فرمايون (1) تہ وفات کان پوءِ مون کي تڙ مولانا قاضي محمد عثمان ڏياري ۽ نماز جنازه مولانا يارمحمد پڙهائي (2) تہ عبدالله! منهنجي ماٽٽن جي پارت اٿيئي، ماٽٽن کان مراد سميجا نہ سمجهہ، بلڪ منهنجا روحاني ماٽٽ راڃن پور شريف جا چاچڙ بزرگ آهن. انهن جو ادب ۽ احترام ڪج!

## شاگرد:

حضرت مولانا جا شاگرد تہ ڳڻ کان ٻاهر آهن، البت انهن مان ڪي مشاهير ذڪر ڪريون ٿا.

قطب الارشاد حضرت مولانا صالح محمد ﷫ سجاده نشين درگاه سوئي شريف، حضرت مولانا تاج محمود امروٽي، حضرت مولانا خليفہ غلام محمد صاحب دينپوري ﷫، حضرت مولانا نظر محمد ڀنگوي، مولانا خدا بخش ڀٽو ﷫، (حضرت قاري محمد عيسيٰ مرحوم جو والد) ۽ انهيءَ وقت جا ٻيا لڪپوري ڀٽا عالم، مولانا علي شير لڪپوري ﷫، مولانا عبداللطيف منگريو ٽر وارو، مولانا محمد علي مهر ڪاهي وارو ۽ پوئين زماني ۾ حضرت پير فخرالدين شاهہ ﷫ گهوٽڪي ۽ حضرت مولانا نور محمد ﷫ گهوٽڪي بہ حضرت جن وٽ ڪجهہ پڙهيا هئا.

حضرت مولانا نظر محمد جي شاگردن مولانا قمرالدين صاحب انڊڙ ۽ مولانا نور محمد صاحب ڪنڊوي ۽ انهن جي شاگردن سنڌ ۽ هند جي ڪنڊڪڙڇ تائين علم جو فيضان ڪيو.

## وفات:

سنڌ جو هيءُ روشن انسان جيڪو علم جو سج ۽ معرفت جو مينار هو. (ياد رهي تہ صاحب عرفان هوندي بہ پنهنجي وڏي ياءُ ۽ استاد وانگر پيري مريديءَ جي مروج سلسلي کان پاسيرو رهيو) حضرت حافظ ﷫ کان ٿورو پوءِ دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو. سندن قبر مبارڪ خانقاه راڄن پور شريف ۾ آهي.

(مضمون مولانا محمد اسماعيل ڪنڊوي ماهنامہ شريعت ج 1 ش 9)

# مولانا عبدالحليم راڄن پوري رحہ

مولانا مولوي عبدالحليم چاچڙ ﷫ راڄن پوري سن 1304هہ ۾ راڄن پور شريف ۾ پيدا ٿيا. والد بزرگوار جو نالو حافظ محمد عارف هو. ابتدائي

تعليم سنڌ جي تاريخي درسگاه دارالعلوم عثمانيه راڄن پور شريف ۾ مولانا يار محمد صاحب وٽ حفظ قرآن ڪيائون ۽ پوءِ مولوي علي شير لڪپوري وٽ تعليم حاصل ڪيائون. ڪجهه وقت هتي تعليم حاصل ڪرڻ بعد مولانا موصوف لاهور ۾ پڙهڻ هليا ويا. ڪهڙي مدرسي ۾ تعليم ورتائون، اهو مولانا جن جي ڊائري مان معلوم نه آهي، لاهور ۾ ٽي سال رهڻ بعد مولانا صاحب باغستان ۾ (جيڪو هن وقت روس جي تسلط هيٺ آهي) حضرت مولانا عبدالوهاب ڪولاچي جيڪب آباد واري وٽ تعليم حاصل ڪئي ۽ اتي تعليم پوري ڪيائون. پوءِ مولانا جن سمرقند ۽ بخارا جي تاريخي شهرن جي زيارت ڪان مشرف ٿيا، جيڪي ان وقت علم و عرفان جا مرڪز هئا. مولانا موصوف انهيءَ سفر ۾ پشتو زبان چڱيءَ طرح سکيا. جڏهن مولانا عبدالوهاب باغستان مان واپس آيا ته مولانا موصوف پنهنجي استاد سان گڏ وطن واپس آيا. ڪجهه وقت راڄن پور شريف ۾ آرام ورتائون بعد ۾ دوره حديث پڙهڻ لاءِ دهلي هليا ويا. اتي هڪ سال رهي بعد ۾ راڄن پور شريف واپس ٿيا، ڪجهه وقت ڳوٺ رهيا، پوءِ دارالعلوم ديوبند شريف ۾ داخل ٿيا. ان وقت حضرت شيخ الهند مولانا محمود الحسن ﷫ جن جو زمانو هو. به سال اتي تعليم ورتائون، بعد ۾ پنهنجي آبائيَ ڳوٺ راڄن پور شريف ۾ پڙهائي جو سلسلو شروع ڪيائون. جتي ڪافي عالم فيض يافته ٿيا. جيئن ته مولانا عبدالحڪيم راڄن پوري، مولوي عبدالمجيد پيو ڏيتا پيا ۽ حضرت مولانا الحاج عبدالهادي دينپوري ﷫ وغيره. ان بعد ڪجهه وقت تعلقه ڪشمور جي شهر بخشاپور جي جامع مسجد ۾ مدرسي جو ڪم شروع ڪيائون. ڪافي، عرصو تعليم ڏيندا رهيا، پوءِ شهر روهڙي جي لوڪوشيد ۾ خطيب هئا. جتان مولانا موصوف حج بيت الله شريف لاءِ روانا ٿيا، واپسي ۾ اچي روهڙي رهيا، گهڻو زمانو اتي گذاريائون. آخري عمر پنهنجي گهر ۾ گذاريائون، مولانا هڪ وڏو عالم ۽ فاضل هو. سنڌي، فارسي، عربي، پشتو ۽ بلوچي جو بهترين شاعر هيو پنهنجي شعرن جي مجموعي جو نالو دردنامو رکيو هئائون، جو ڪتاب آخري عمر ۾ ختم ڪري ڇڏيائين، منهنجي روڪڻ تي فرمايائون پٽ! اهو منهنجو ذاتي معاملو آهي، انهيءَ ۾ تنهنجو ڪوبه دخل نه آهي. البت ڪي سنڌي شعر مان اتاريا هئا سي موجود آهن، حضرت مولانا جي بيعت جو سلسلو حضرت خليفه غلام محمد

صاحب ﷫ دينپور وارن سان هيو. تصوف جي اسرار تي مولانا کي گهڻي معلومات ۽ درڪ هو.

## وفات:

حضرت مولانا صاحب 1384هه ۾ سرطان (ڪينسر) جي موذي مرض ۾ مبتلا ٿيا. آخر گهڻي علاج معالج کان پوءِ 17 رمضان المبارڪ بروز ڇنڇر بوقت صبح انتقال فرمايائون. جسد خاڪي راڄنپور شريف جي مضافات ۾ ميان سلطان ﷫ جي مقام ۾ دفن ڪيو ويو جيڪو آڏي بنگلہ روڊ کان اولهہ طرف ٻن فرلانگن تي واقع آهي.

مولانا صاحب کي ٽي شاديون هيون. جيڪي مولانا صاحب جي حياتي ۾ گذاري ويون. وڏي گهر مان هڪ ڌي ۽ ننڍي گهر مان هڪ پٽ محمد عارف ڇڏيائون. مون (محمد عارف) کي چار پٽ آهن وڏو پٽ عبداللطيف مولوي آهي ۽ ٻيو نمبر حافظ آهي ۽ ٻہ ننڍا شروعاتي تعليم ۾ مشغول آهن.

(ميان محمد عارف بن مولانا عبدالحليم راڄن پوري)

# مولانا علي شير لڪپوري رحہ

هي بزرگ اٽڪل 1298هہ لڪپور تعلقي اباوڙي ۾ پيدا ٿيا هئا. سندن والد صاحب جي نالي جو مون کي پتو نہ پيو آهي.

ابتدائي تعليم ڳوٺ راڄن پور شريف ۾ حضرت مولانا يارمحمد عرف ميان الهڏوايو صاحب وٽ شروع ڪيائون تان تہ تڪميل علم جي بہ راڄن پور شريف ۾ ٿي. ان کان پوءِ مولانا پنهنجي ڳوٺ لڪپور ۾ ديني درسگاهہ کوليو جتي عربي فارسي جي تعليم جو ڪم شروع ڪيائون. جتي ڪافي بزرگن ۽ عالمن علم پرايو. جيئن مولانا عبدالحليم راڄن پوري ۽ پير عبدالرحمان پرچوندي سندن شاگرد آهن. حضرت مولانا جو بيعت جو سلسلو حضرت امروٽي ﷫ سان هيو ۽ پاڻ بہ وقت جا برگزيده بزرگ هئا. ظاهري علم ۽ باطني علم جا حڪيم هئا. آخري عمر ۾ پاڻ حج جي سفر تي سعوديہ روانا ٿيا واپس اچڻ تي پنهنجي ڳوٺ ۾ وفات ڪيائون. اٽڪل

1942ع ۾ دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويا. سندن قبر لڪپور ڳوٺ جي هڪ مقام ۾ آهي، اولاد ۾ پٽ هئا هڪ مولوي محمد مسلم صاحب جيڪو فوت ٿي ويو ان کي پٽ عبدالرشيد آهي. (2) مولوي حسن جان، جيڪو زنده آهي جنهن کي چار پٽ ۽ هڪ نياڻي آهي.

(ميان محمد عارف راڄن پوري)

# مولانا عبدالحڪيم راڄن پوري رحه

هيءُ بزرگ 10 رمضان المبارڪ 1318هه ۾ پنهنجي آبائي ڳوٺ راڄن پور شريف ۾ پيدا ٿيا. والد محترم جو نالو مولانا غلام رسول بن مولانا يارمحمد هو. ابتدائي تعليم پنهنجي مدرسي راڄن پور شريف ۾ حضرت مولانا عبدالحليم کان ورتائون. بعد ۾ ڪجهه وقت قاسم العلوم گهوٽڪيءَ ۾ مولانا نورمحمد صاحب جن وٽ پڙهيا. شايد ٻن سالن بعد مولانا عبدالحڪيم ڪراچي مدرسه مظهرالعلوم کڏي ۾ مولانا محمد صادق وٽ داخل ٿيا. ڪجهه وقت اتي تعليم حاصل ڪرڻ بعد سنڌو شڪارپور ۾ مولانا اميد علي جن وٽ دستاربندي ڪيائون. پوءِ اعليٰ تعليم لاءِ دارالعلوم ديوبند شريف روانا ٿيا خبر ناهي ته ان وقت ديوبند ۾ ڪنهن جو زمانو هو اتان فارغ ٿي پنهنجي ڳوٺ جي مدرسي عثمانيه ۾ پڙهائي جو سلسلو شروع ڪيائون. ڪجهه وقت هتي رهڻ کان پوءِ لوڪو شيڊ روهڙي جي قديم جامع مسجد ۾ خطيب مقرر ٿيا، بعد ۾ جتي مولانا عبدالحليم رهيا. مولانا عبدالحليم کان پوءِ هينئر مولوي رشيد احمد رهي ٿو مولانا موصوف تمام وڏين صلاحيتن جو مالڪ هو. زاهد ۽ عابد هجڻ سان گڏ تمام برجستو عالم ۽ فاضل به هيو. آريه سماج وارن سان ڪافي مناظره ڪيائين جنهن ۾ هڪ مناظرو لاهور شهر ۾ رکيل هو جيڪو رام چندر سان ٿيو. اهو مناظرو سرڪاري طرح هاءِ ڪورٽ جي جج اڳيان ٿيو هيو. جنهن ۾ مولانا شمس الحق ﷫ به موجود هئا، جيڪي ان وقت مناظره پڙهائڻ جا قابل استاد تسليم ڪيا ويندا هئا جنهن جو مولانا عبدالحڪيم شاگرد به هو. بعد ۾ مولانا شمس الحق ﷫ صادق آباد جي پرسان رهيا ۽ اتي ئي فوت ٿي ويا. مولانا صاحب رام چندر

کي پنهنجي علمي دلائلن سان ڪوڙو ڪيو ۽ انگريز جج مولانا جي حق ۾ فيصلو ڏنو ۽ رام چندر هارايو. مولانا صاحب ان زماني ۾ سائنسي ايجاد ۾ بہ طبع آزمائي ڪندا هئا. جيئن تہ ڪانن جي جهاز کي تيار ڪري اڏائيندا هئا. مولانا يار محمد جي روايت مطابق پاڻ فرمائيندا هئا جيڪڏهن مون وٽ آلات هجن تہ هوائي جهاز ۽ بجلي تيار ڪرڻ ڪابہ ڏکي ڳالهہ نہ آهي، مولانا صاحب هڪ وڏو ڪاتب هيو جنهن جو رسم الخط تمام سٺي نموني جو هو مولانا صاحب مهرون بہ تمام سهڻيون تيار ڪندا هئا.

## سياسي زندگي:

مولانا موصوف حضرت امروٽي ﷫ جن جي زماني ۾ سياسي ڪم حضرت جي حڪم مطابق ڪندا هئا. خلافت واري زماني ۾ مولانا صاحب حضرت امروٽي ﷫ جي قيادت ۾ گهڻو ڪم ڪيو. ازانسواءِ سکر شهر جي ڪرڙي ٽاٽي واري مسجد جي اڳيان هڪ قبو آهي، جنهن ۾ هڪ ڪتبو لڪيل هو جنهن مان ثابت ٿيو پئي تہ جيڪا مسجد هينئر قبي جي اولهہ طرف واقع آهي اهو مسافرخانو هو. مولانا صاحب اهو ڪتبو رات جو لاهي درياه ۾ داخل ڪيو ۽ انهيءَ مسافرخاني کي مسجد قرار ڏنو ويو جيڪا اڄ بہ موجود آهي.

مولانا موصوف جن جو بيعت جو سلسلو حضرت خليفہ غلام محمد ﷫ دينپوري جن سان هيو.

مولانا صاحب آخري عمر ۾ لوڪو شيڊ روهڙي مان سفر مڪہ شريف ۽ مدينہ منوره ڏانهن روانا ٿيا. حج ڪان موٽڻ بعد لوڪو شيڊ روهڙي پهتا ۽ اتي مولانا کي گردي جي تڪليف ٿي. 22 ربيع الثاني 1357هہ ۾ روهڙي لوڪوشيڊ ۾ وفات ڪيائون ۽ ريلوي بند جي اتر طرف اروڙ روڊ جي اولهہ طرف مقام آهي اتي مدفون آهي. مولانا صاحب کي اولاد ڪونہ هيو.

(ميان محمد عارف بن حضرت مولانا عبدالحليم راڄن پوري)

# مولانا محمد اسماعيل پنوّر رحہ

استاد العلماءَ علامہ محمد اسماعيل بن ملا ڪمن جو خاندان سادات گهوٽڪي جي خدام مان هئا. اهو خاندان اصل ۾ ڳوٺ ٻوهلي تعلقي اٻاوڙي

جو آهي. سندن وڏي ڏاڏي ملا محمود متقي کي حضرت سيد موسيٰ شاهہ وڏي گهرائي جامع مسجد گهوٽڪي جو ٻهاريدار ڪري رکيو. ملا محمود جي بزرگي ۽ تقويٰ جا ڪيئي واقعا مشهور آهن.

مولانا جن اٽڪل 91_ 1292هہ ۾ تولد ٿيا. گهوٽڪي کان ٽي ميل اولهہ طرف ڳوٺ حسين ٻيلي ۾ چارٽن جو هڪ مشهور مدرسو هو جتي ان زماني ۾ مولانا خيرمحمد ۽ سندس ڀاءُ مولانا ولي محمد درس ڏيندا هئا. مولانا جن ابتدائي پارسي جي تعليم اتي ورتي، ان دور ۾ حضرت مولانا قمرالدين انڍڙ جامع مسجد گهوٽڪي واري مدرسي ۾ پڙهائيندا هئا. مولانا جن صرف ۽ نحو جا شروعاتي ڪتاب اتي پڙهيا. پوءِ مولانا قمرالدين رحمه الله ملا ڪمن سان سڱ جي مسئلي تي ناراض ٿيا جنهن ڪري مولانا محمد اسماعيل پنگ ۾ مولانا نظر محمد انڍڙ وٽ ويا. جيڪي مولانا قمرالدين جا بہ استاد هئا. پر مولانا قمرالدين جي منع سبب مولانا نظر محمد بہ کين نہ پڙهايو مولانا محمد اسماعيل دينپور شريف ويا. حضرت مولانا غلام محمد قدس سره جن کيس مشورو ڏنو تہ عبيدالله پيرجهنڊي ۾ مدرسو کوليو آهي اتي وڃي پڙهہ! حضرت جن کيس تاڪيدي خط بہ عنايت ڪيو. مولانا پير جهنڊي وڃي پڙهيا استاد الڪل مولانا محمد لغاري بہ اتي پڙهائيندا هئا جيڪي سنئون سڌو محدث مولانا نذير حسين دهلوي جا شاگرد هئا. ٻيا بہ جيد عالم ان مدرسہ ۾ پڙهائيندا هئا. مولانا جن وڏا وڏا ڪتاب پيرجهنڊي ۾ پڙهيا. منطق ڪبريٰ لاءِ مولانا سنڌي رحمه الله کيس مدرسہ نعمانيہ شاهي مسجد لاهور موڪليو جتي استادالمعقول مولانا غلام احمد پڙهائيندا هئا جيڪي خيرآبادي علماءِ جا شاگرد هئا. مولانا محمد اسماعيل جن چوندا هئا تہ مولانا غلام احمد جو حضرت شيخ الهند سان خاص تعلق هو تبرڪاً کين پنهنجي مدرسي ۾ گهرائيندا بہ هئا. حضرت شيخ الهند منطق جي شائق طلباءَ کي مولانا غلام احمد ڏانهن ۽ مولانا غلام احمد رحمه الله حديث پڙهڻ لاءِ حضرت شيخ الهند ڏانهن موڪليندا هئا. مولانا جن فرمائيندا هئا تہ لاهور ۾ مون ايتري محنت ڪئي جو مطالعو ڪندي اکيون ڳري پيون بدن ڏٻرو ڪندا ٿي پيو. پاڙي ۾ هڪ عورت کي رحم آيو ان گهہ ڪارائي ڪجهہ صحت جو سامان مهيا ڪيو اکين تي اهو اثر پڇاڙيءَ تائين رهيو. مولانا جن کي پڙهڻ جو ايترو شوق هو جو پيرجهنڊي کان لاهور ويندي گهوٽڪي ۾ نہ لٿا بلڪ پنهنجي والد کي تار ڪئي هئائون تہ مان فلاڻي گاڏي ۾ وڃان ٿو

اوهان منهنجي پٽ محمود حسن کي اسٽيشن تي ڪٽي اچي ديدار ڪرائجو لاهور مان فارغ ٿي دوره حديث حضرت مولانا محمودالحسن شيخ الهند ﷫ وٽ دارالعلوم ديوبند ۾ پڙهيا. مولانا جن چوندا هئا ته مدرسه جي جامع مسجد جو سنگ بنياد ان سال پيو. ان لاءِ مولانا مسعود احمد بن حضرت گنگوهي ﷫ کي گهرايو هئائون. جڏهن مولانا جن فارغ ٿي گهوٽڪي پهتا ته مولانا غلام احمد ﷫ ملا ڪمن کي مبارڪباد جو خط لکيو جنهن ۾ هي به لکيائون ته اوهان کي مبارڪ هجي جو اوهان جو پٽ پڙهيو پر افسوس اٿم ته منهنجو پٽ نه پڙهيو. مولانا جن گهوٽڪي جي ٻن نيڪ سيرت سيدن حضرت پيرفخرالدين شاهه ۽ سندس ننڍي ڀاءُ حضرت قاري سيد شير محمد شاهه کي ٿاڻه ڀون وٺي ويا ۽ حضرت مولانا اشرف علي ٿانوي ﷫ سان انهن جو تعلق ڳنڍايو. انهن ٻنهي پيرن جو حضرت امروٽي سان به گهرو تعلق هو ان ڪري ته حضرت امروٽي ﷫ پراڻي سکر وارو پنهنجو مدرسو گهوٽڪي منتقل ڪري سندن حوالي ڪيو. سيد قاري شير محمد شاهه جي شادي جي موقعي تي مولانا جن حضرت مولانا خليل احمد سهارنپوري ۽ حضرت مولانا مرتضيٰ حسن چانڊپوري جن کي گهوٽڪي وٺي آيا هئا. هڪ ڀيري مولانا جن ڪتابن ۾ ٻن نسخن جي تلاش ڪئي جيڪي ڪين مولانا خليل احمد سهارنپوري وجه معاش لاءِ ڏنا هئا. هڪ چاندي جو نسخو هو ۽ ٻيو قوة جو هو. پر اهي ٻيئي نسخا ڪوئي چورائي کڻي ويو. مولانا جن بحر عالم هوندي اهڙا ته سادا هوندا هئا جو ڪوئي نه سمجهندو ته هي ڪو عالم آهي، پاڻ خوش طبع به هئا. سبق پڙهائيندي طلباءَ سان کل ڀوڳ به ڪندا هئا. اها خوش طبعي ڪين مولانا محمد لغاري کان ورثي ۾ ملي هين. مولانا جن کان ڪوئي طالب علم دعا گهرائيندو هو ته ان کان ناراض ٿي چوندا هئا ادب ادب وڃي محنت ڪر اهائي دعا آهي. مولانا جي حضرت سنڌي ﷫ سان ڏاڍي عقيدت هئي، هڪ ڀيري ڪنهن پڇيس ته مفتي ڪفايت الله علم ۾ مٿي يا مولانا سنڌي ﷫؟ فرمايائون سنڌي مٿي. وري مولانا انور شاهه لاءِ چيائون ته به فرمايائون سنڌي مٿي. سائل پڇندو ويو مولانا مٿي مٿي چوندا ويا. پير شير محمد شاهه سائل کي روڪيو ته مولانا جن حضرت سنڌي ﷫ جي محبت ۾ آهن اوهان اهي سوال بند ڪريو! مولانا جن فرمائيندا هئا مان حضرت شيخ الهند کان پوءِ دارالعلوم ديوبند گهمڻ ويم (حضرت مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي جن جو چوڻ آهي ته اسان دوره

